# عقلمند جماڻو

محبوب علي بلوچ



# عقلمند مهاڻو




محبوب علي (اي) بلوچ

قيمت : =/6




منظور بوڪ اسٽور

شڪارپور

ڪتابت عبداللطيف ڀٽو

# عقلمند مهاڻو

هڪڙي دفعي جي ڳالهه آهي ته هڪڙو بادشاهه ۽ ان جي گهر واري هڪ ڏينهن سمنڊ جي سير لاءِ نڪتا. اتي ڪيترائي مهاڻا مڇيون پڪڙي رهيا هئا. بادشاهه جي زال چاهيو ته اڄ مڇي پچائيندا سين ۽ بادشاهه کي کپائين, بادشاهه هڪڙي مهاڻي کان هڪڙي مڇي ورتي. مهاڻي هڪڙي سٺي مڇي بادشاهه جي خدمت ۾ پيش ڪئي.

بادشاهه هن کي هڪ هزار روپيو ڏنو. اهو شخص خوش ٿي ويو. هن جي ملڪه سوچيو ته صرف هڪ مڇيءَ لاءِ هڪ هزار روپيو! هن بادشاهه کي چيو ته هو نه مهاڻي کي گهرائي پڇا ڪيون ته هي نر مڇي آهي يا مادي. جيڪڏهن مهاڻي نر مڇي ٻڌائي ته اسان چونداسون ته اسان کي مادي مڇي گهرجي ۽ جيڪڏهن چوندو ته مادي مڇي آهي ته اسان چونداسون ته نر مڇي گهرجي ۽ ائين پوءِ اسان ڀانو ٻنائي پنهنجا پئسا موٽائي

وڃنداسون.

ائين سوچي هنن مهاڻي کي سڏ ڪيو. مهاڻو آيو ته هنن پڇا ڪئي ته ”مڇي ماڌي مڇي آهي يا نر.“ تنهن تي مهاڻي وراڻيو ”خدا ڄاڻي بادشاهه سلامت مون کي ڪائي خبر نه آهي.“ بادشاهه هن جي ورندي ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ هن کي ٻيو هزار به ڏنو. ملڪ ماڻي سوچيو ته ڪڙي مڇيءَ لاءِ ٻه هزار روپيه، اهو سوچي هو موتي اچڻ پيا ته مهاڻي کي ڏنائون ته هن پٽ تان هڪ روپيو کنيو جيڪو ڪري پيو هو. ملڪ ڏسي يڪدم بادشاهه کي چيو ”ڏسو مهاڻي کي ٻه هزار مليا ته به ان هڪڙو روپيو پٽ تان کنيو آهي. ان کي ايتري لالچ آهي.“ تنهن تي بادشاهه کي مهاڻي جي مٿان ڪاوڙ آئي ۽ هن مهاڻي کي گهرائي پڇا ڪئي ته جڏهن مان توکي ٻه هزار روپيا ڏنا هئا ته توکي هڪڙي روپيه کڻڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي؟“

تنهن تي مهاڻي وراڻيو ته ”قبلا جيئن ته هن ملڪ جي سڪي تي اوهان جي مهر لڳل آهي، سو مان سوچيم ته جيڪڏهن ڪو مسافر روپيه کي پير ڏيئي ها ته اوهان جي بي عزتي ٿئي ها. ان خيال

سان روپيو ڪنيم.“

اهو جواب ٻڌي بادشاهه ڏاڍو خوش ٿيو ۽ مهاڻي کي هڪ هزار روپيو ٻيو به ڏنائين.

ڏٺو ٻارو! مهاڻي ذهانت سان جواب ڏنو ۽ هڪڙي مڇي تان هزارن ۾ ڪمايائين.

# بادشاهه ۽ چور

هڪ نامي گرامي چور هڪ ڏينهن ڪنهن درويش وٽ ويو ۽ هٿ جوڙي چوڻ لڳس ته ”سائين مان وڏو گنهگار آهيان. اوهين مون لاءِ دعا ڪريو ته خدا منهنجا ڏوهه بخشي.“ درويش چيس ”اي نادان، جيسين تون پنهنجون برايون نه ڇڏيندين تيسين تو جهڙي گنهگار جي اميد رکڻ اجائي آهي. بس اڄ کان پنهنجي خراب ڪم کان توبهه ڪري سڌي رستي تي اچ ته ڌڻي توتي مهربان ٿيندو.“ چور جواب ڏنس: ”سائين چوري ڇڏڻ مون کان ڪين پڄندي. اها عادت هاڻي پڪي ٿي چڪي آهي باقي ٻيو ڪو ڪم چئو ته ڪريان.“ درويش چيس ”ڀلا ايترو ڪر ته آئينده ڪوڙ ڪڏهن نه ڳالهائج.“ چور اها

ڳالهه قبول ڪئي ۽ ڪوڙڪان توبهه ڪيائين. ٻئي ڏينهن
چور ارادو ڪيو ته اڄ ا ڏ رات جو شاهي محل مان
چوري ڪجي. جڏهن به پهر رات جاڳذريا، تڏهن
نهي سنبري نڪتو. اتفاق سان بادشاهه به چمڙا
پوش ڪري شهر جو سڌ سماءُ ڪرڻ نڪتو هو.
چورکي ڏسي چيائينس !" ميان ڪيڏانهن پيو
وڃين" چور جنهن سدائين سچ ڳالهائڻ جو اقرار
ڪيو هو جهٽ پٽ جواب ڏنو "شاهي محل ۾ چوري
ڪرڻ ٿو وڃان" بدليل ويس ۾ بادشاهه چيس." مان
به چور آهيان مون کي به پاڻ سان وٺي هل" چور
اهو قبول ڪيو ۽ ٻئي گڏجي هليا جنهن وقت بادشاهه
۽ چور شاهي محل جي دروازي وٽ پهتا ته تنهن
وقت بادشاهه چيس "ميان تون اندر وڃ مان ٻاهر
ٿو بيهي نگهباني ڪريان ته ڪو سنتري ته ڪو نه
ٿو اچي" چور اها ڳالهه پسند ڪئي ۽ پاڻ هڪ دروازي
جو ڪڙو پٽي اندر گهڙيو. هڪ ڪمري ۾ وڃي
ڏسي ته ٿي هيرا رکيل آهن دل ۾ خيال ڪيائين ته
هيرا آهن ٿي ۽ اسين پائيوار به، ايمانداري انهيءَ
۾ آهي ته ٻنهي جا حصا هڪ جيترا هجن ان ڪري
اسين هڪ هڪ ورهائي به هيرا ته کڻندا سون، باقي

هڪ ڪيئن ورهائيندا سون، انهي کري بهتر آهي ته تيون اتي ئي پيو رهي ۽ ٻه هيرا ڪٽان. اهو فيصلو ڪري ٻه هيرا ڪٽي ٻاهر آيو ۽ هڪ هيرو پنهنجي ساٿيءَ کي ڏنائين ۽ ٻيو پاڻ رکيائين. بادشاهه کي ته محل جو سڀ حال معلوم هو پڇيائين ته "ميان فقط ٻه هيرا هٿ آيئي؟" چور جواب ڏنو ته "هيرا ته ٽئي تي پر خيال ڪيم ته تيون ورهائبو وري ڪيئن سو ميز تي ئي ڇڏي آيس". رستي تان بادشاهه چورڪان موڪلائي سڌو پنهنجي محلات ڏانهن وريو. بادشاهه کي چور تي شڪ پيو هو ان ڪري هن پاڻ اندر وڃي ڏٺو ته برابر تيون هيرو ميز تي رکيل آهي. چور جي ايمانداريءَ تي خوش ٿيو ۽ دل ئي دل ۾ سندس تعريف ڪرڻ لڳو. پوءِ بادشاهه ٻاهر ويو ۽ وزير کي سڏي ٻيگل دروازو ڏيکاري چيو "منهنجا وفادار وزير ڏس اڄ ڪنهن چور منهنجو دروازو ڀڳو آهي، ۽ اندران ڪجهه نه ڪجهه چوري ڪري ويا آهن. تون اندر وڃي ڏس ته ڪو نقصان ته ڪونه ٿيو آهي."

وزير اندر ويو ۽ هڪ هيرو ميز تي پيل ڏسي اندرين کيسي ۾ وجهي ٻاهر نڪري منهن ڦلهڙو ڪري بادشاهه کي چيائين. "حضور مير

وارا تي هيرا چورڪٽي ويا. اهو بڌي بادشاهه کي ڏاڍو ڏک ٿيو. هيري وڃڻ جو ڏک گهڻو ٿيس پر ارمان اهو ٿيس ته منهنجي وزير کان چور به وڌيڪ ايماندار آهي. وزير کي موڪل ڏنائين. پر صبح ٿيندي ئي وزير کي تبديل ڪري ان جي جاءِ تي ان چور کي گهرائي وزير مقرر ڪيائين. چور پوءِ چوري ڪرڻ به ڇڏي ڏني ۽ هميشه کان ان بري عادت کان نجات حاصل ڪيائين.

توهان ڏٺو ٻارو ته ڪيئن نه چور فقط هڪ سچ ڳالهايو ته کيس وزير جو عهدو مليس. اوهان به جيڪڏهن هميشه سچ ڳالهائيندا ته توهان به ائين ئي زندگيءَ ۾ خوشحال ٿيندؤ.

# ظالم شينهن

ڳالهه ٿا ڪن ته هڪ جهنگل ۾ هڪ خونخوار شينهن رهندو هو، جيڪو اوت موت جانورن کي پيو کائيندو هو. جهنگ جا جانوران ظلم تي ڏاڍا پريشان ٿيا ۽ سوچيندا هئا ته ڪيئن هن مصيبت مان جند ڇڏايون. نيٺ هڪ ڏينهن هن وحيي ٻلي سان ڳالهه ڪئي. هڪ ڏينهن شينهن، جهنگل ۾ شڪار جي ارادي سان نڪتو، شڪار ته هٿ ڪونه آيس. ٻلو ڏٺائين شينهن هن کان پڇيو "تون ڪير آهين؟"

ٻلي چيو" ڏاڏا آءٌ تنهنجي ئي خاندان مان آهيان."

"پر تنهنجو قد ننڍو ڇو آهي؟" شينهن حيران ٿي پڇيو.

ٻلي چيو " هڪ ڏينهن گهمندي وحيي ماڻهن جي ڳوٺ ۾ ڦاسي پيس. اتي جي ماڻهن مون کي جهلي، ماري ڳسائي ننڍو ڪري ڇڏيو" شينهن ڪاوڙ ۾ چيو!

آئون ماڻهن کان تنهنجو بدلو وٺندس، مون

سان گڏجي اڻي هل." ...ٽو ئي سمجهايس. پ
شينهن جو رت گرم هو. نيٺ ٻئي ڄڻا گڏجي ماڻهن
جي ڳوٺ ڏانهن وڌيا. پري کان هنن هڪ ڪانير ڏٺو.
جنهن جي مٿي تي ڪاٺين جي ڀري رکيل هئي.
ٻلي چيو" اهوئي ماڻهو آهي".
شينهن وڌي وڃي ڪانير کي روڪيو. چيائين
" آئون توسان لڙائي ڪرڻ گهران ٿو"
ڪانير چيو " معلوم ٿئي ٿو ته تنهنجو مٿو ڦريو
آهي، ڇا توکي ٻلي نه ٻڌايو آهي ته آءُ خوفناڪ
آهيان؟"
شينهن چيو " اهو ته مقابلو ڪندا سون ته خبر
پوندي"
ڪانير چيو، " چڱو ٺيڪ آهي تون هتي ٿوري
دير بيهه آءُ ڪاٺين جي ڀري سامهون واري گهر
۾ رکي ٿو اچان"
شينهن چيو"ٺيڪ آ" " آئون بيٺو آهيان ... تون
جلد اچ"
ڪانير چيو، "مون کي ڪيئن پڪ ٿئي ته تون
ڀڄي ڪونه ويندين"
شينهن گهڻائي قسم کنيا پر ڪانير نه مڃيو ته

چيوت ”توکي وڻ سان ٻڌي ٿو وڃان جيئن ڀتون پچبي نه وڃين“. شينهن ان ڳالهه تي رضامند ٿيو.

ڪاٺير شينهن کي هڪ وڏي وڻ سان ٻڌو ۽ ڪاٺين جي ڀري کولي اتي ئي هڪ هڪ ڪاٺي ڪڍي شينهن کي ڪٽڻ لڳو. شينهن جي رڙ مٿان رڙ پئي وڃي. ڪاٺير جڏهن ٿڪو تڏهن پاڻي پيئڻ لاءِ ويو.

شينهن ٻلي کي چيوت ”هي مون کي مار مار ڪري ڇڏيندو“. ٻلي چيو ”ڏاڏا سائين ظلم جو نتيجو اهو آهي. هاڻي اهو ماڻهو توکي مارڻ کان سواءِ نه ڇڏيندو“ ٿوري دير کان پوءِ ڪاٺير موٽي آيو ۽ شينهن کي ڪٽي ڪٽي ماري ڇڏيائين، اهڙي طرح ظلم جو نتيجو لوڙيائين.

# بيوقوف جي سزا

هڪ ڀيري هڪ مريض ڊاڪٽر وٽ ويو،
ڊاڪٽر هن کي ڪجهڙي ڪاٺ لاءِ چيو. هن ويچاري کان
ڪجهڙيءَ جو نالو وسري ويو ۽ رستي سان چوندو
ويو ”ڪاٺو چيٽي ڪاٺو چيٽي“ موڙ اُنهن هڪ ماري ٻه
ڪوسڄو ڏينهن جهار مڪلي مڪلي تڪجي پيو هو.
تنهن چيو هيءَ ته ڪو نيا ڳو آهي. مان جهار مڪلي
مڪلي تڪجي پيو آهيان ۽ هي وري چوندو اچي
ٿو ته ڪاٺو چيٽي ڪاٺو چيٽي. ماريءَ کي لڳي ها وڙ
سو هن کي ٻه چار ٿڦون هٽي ڪڍيائين ۽ چيائينس
ته ”ائين چوندو وڃ ته ”هڪ ٻه نه اچي“ هي ويچارو
چوندو ويو ”هڪ ٻه نه اچي“
عجب اتفاق جو اڳتي مليو ته ڪو شڪاري شڪار ڦاسائي
رهيو هو ۽ گهڻي وقت کان شڪار جي انتظار ۾
ويٺو هو ته ڪو شڪار لڳي پر ويچاري کي شڪار
نه پيو لڳي، وري جو هن کي چوندي ٻڌائين ته
هڪ ٻه نه اچي، سو تپي باه ٿي ويو ۽ اُن ڏهه
ڇهڪ هن کي هٽي ڪڍيائين ۽ چيائينس ته ائين نه

چئو ۽ چيؤ تہ ”مڪ اچي پيو وڃي.“ هي ائين چوندو اڳتي هليو تہ اڳيان ڪو لاش کنيو پيا اچن. ميڙ انهن مان ڪي جو ائين چوندو ٻڌائون تہ مڪ اچي پيو وڃي هنن کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي هنن بہ اچي هن کي مار ڏني ۽ چيائونس تہ ائين نہ چئو پر ائين چئو تہ ”شل ائين ڪنهن سان بہ نہ ٿئي.“ هي ويچارو چوندو اڳتي هليو تہ اڳيان گهوٽ ڪنوار پيا اچن ۽ ميڙ انهن هي چوندو پيو وڃي تہ شل ائين ڪنهن سان بہ نہ ٿئي.“ پوءِ تہ گهوٽ ڪنوار جي مائٽن هن کي ايترو تہ ماريو جو سڄا ٽپ ڪان ئي ٻاهر سو. هن کي چيائون تہ ”ائين نہ چئو، تون چئو تہ ”شل ائين سڀ سان ٿئي.“ هي ائين چوندو اڳتي وڌيو تہ ڪي ڀاڳيا پيرو پيا ڪٽي اچن هن کي جو ائين چوندي ٻڌائين تہ شل ائين سڀ سان ٿئي. هنن هن کي ائين ڪٽيو جو هي ويچارو هلڻ کان بہ رهيو. آخر هي موٽي ڊاڪٽر وٽ آيو ۽ چيائين ”سائين ڪڻ پنهنجي دوا تنهنجي دوا پئي پئي سڄو ڏينهن موچڙا کاڌا اٿم.“

سو يارو! ڏٺو اوهان بيوقوف جي سزا.

# گڏھ ۽ تڏ

سانوڻيءَ جي هڪ سندر شام جو گڏھ چرندو چرندو تڏ کي ڳائيندي ٻڌو" اڙي چنڊ اڙي چنڊ پرين توتہ ڏٺو ناهين" تہ هو هرڪجي پيو گڏھ دل ۾ خيال ڪيو تہ آئون بہ جيون سريلو آواز سڪان. جيئن سرمد سنڌيءَ جو آ.

اهڙو دل ۾ پڪو پهہ ڪري تڏ ڏانهن وڃڻ لڳو تہ جيئن کائنس اهو راز معلوم ڪري.

تڏ کان پڇليائين: "ننڍڙي تڏ اهو ڪهڙو سبب آهي جو تون مٺي آواز سان ڳائين ٿي؟" تڏ وراڻيو" آئون ماڪ کائيندي آهيان ۽ وري ڳائڻ لڳي" دل جي ويراني رڻ ٿي ڪڪر بانورا ٿورڙو ٿي وسين هات چيا ٿيئي پرين؟"

اهو ٻڌي گڏھ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ خوشيءَ وچان ٽينگ ٽپا ڏيئي جيون لڳو." آئون بہ" ماڪ کائي راڳ ڳائيندس"

ٻئي ڏينهن صبح جو سوير اٿي گڏھ گلن

تان ماڪ جاقڙا چتڻ لڳو. ماڪ ڪاٺي، ڳاٺڻ لاءِ وات پٽيائين ته ساڳيو تلهو آواز جيڻ جلال چانڊيو ۽ عطاءُ الله نيازي وڙهيا هجن.

ڪيترا ڏينهن گذرڻ ماڪ تي گذاريا پر وريو ڪجھ ڪين. ويتر بڪ ۾ اچي ڪمزور ٿي پيو ۽ جڏهن ٿئي وات پٽيائين جڻ عطاءُ الله نيازي پيو ڳائي، ساڳيو بيسرو تلهو آواز.

تڏهن کي ڏسي ڪلي چيو، ” قدرت تنهنجو ڪاڏو، ۽ ڪم مقرر ڪيو آهي، هڪ جو ڪاڏو ٻئي لاءِ زهر بڻجي سگهي ٿو. “چوندا آهن ته ” پرائي ماڙي ڏسي پنهنجي پو نگري نه ڊاهجي. تون مانهن لاءِ ڪمائتو جانور آهين وڃين ڪاءُ پيءُ ۽ بار ڍوءِ پين تي ريس ڪرڻ ڇڏي ڏي.

پيارا ٻارؤ! اسان کي ٻگھرجي ته ٻين تي ريس نه ڪريون.

# هاٿي، ٻولڙو ۽ چبرو

هڪ ٻيلي ۾ هڪ جهونو چبرو رهندو هو، اهو سڄو ڏينهن اڪيلو پوريون وڻ جي اوندهي پور ۾ ويٺو هوندو هو. درحقيقت اهو ننڊ ۾ نه هوندو هو، پر ڍونگ ڪري اهو ظاهر ڪندو هو ته گهري ننڊ ۾ آهي. جڏهن به جهنگ ۾ ڪو جهيڙو ٿيندو هوندو هو ته هو انهيءَ چبري وٽ ايندا هئا ۽ فيصلو ڪرائيندا هئا ته چوڻ هو ڏاڍو عقلمند هو.

هڪڙي ڏينهن هڪ هاٿي ۽ ٻولڙو هن ڏانهن آيا. هو چالاڪيءَ ۽ طاقت بابت وڙهي رهيا هئا.

هاٿيءَ چيو "ڏس مان ڪيڏو نه طاقتور آهيان مان وڻ ڪيرائي سگهان ٿو."

ٻولڙي چيو "چستي ۽ چالاڪ هجڻ وڌيڪ بهتر آهي، تون وڻ ڪيرائي ٿو سگهين ته آءٌ ان وڻ تي چڙهي سگهان ٿو ۽ اهڙيون ڳالهيون تون نٿو ڪري سگهين." هاٿيءَ چيو "چستي ۽ چالاڪ مون کان

طاقتور ۽ وڏو ماڻهو بهتر آهي." ڇيري اڪيون پوري مٿن جون ڳالهيون ٻڌيون، ڪجهه سوچڻ کانپوءِ ڇيري چيو،" توهان ندي جي ٻئي پاسي هڪ وڏو وڻ ڏسو ٿا." ٻنهي چيو "ها ٿو" وڃو ۽ ان مان ڪجهه ميوا پٽي اچو، پيولڙي ۽ هاٿيءَ هڪ ٻئي ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ پيولڙي چيو ته "ٺيڪ آ، اسين وڃون ٿا." جڏهن هو نديءَ تي پهتا ته پيولڙو دهلجي ويو ۽ چيائين ته "مان اهڙي ويڪري ندي هرگز پار نه ڪندس". هاٿيءَ ٺهڪ ڏنو ۽ چيائين " مون توکي نه چيو هو ته وڏو ۽ طاقتور ماڻهو چست ۽ چالاڪ ماڻهو کان بهتر آهي، چڙهه منهنجي پٺيءَ تي ته مان توکي پار ڪٽي هلان".

پيولڙو چڙهيو هاٿيءَ جي مٿان ۽ ٻنهي ندي پار ڪئي. وڻ تمام ڊگهو هو ۽ ميوو گهڻو مٿي هو. هاٿيءَ پنهنجي سونڊ ان تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي پر ناڪام ٿيو. پوءِ ته پيولڙي جي ڪلڻ جو وارو هو هن چيو" مون توکي نه چيو هو ته چست ۽ چالاڪ ماڻهو وڏي ۽ طاقتور ماڻهو کان بهتر آهي. هاڻي مون کي ڏس." هن ڇال ڏني ۽ وڻ تي چڙهي پڪل ميوو پٽي هيٺ اڇلايو

هاٿيءَ اهو ڪنيو ۽ پيهر ساڳئي نموني ندي پار ڪري ڇيري وٽ آيا. جيڪو انهيءَ طرح سان مو يعني اڪيون پوريل ۽ سوچڻ ۾ غرق.

پولڙي چيو. "ادا ڇيرا اسان تنهنجي چوڻ مطابق ميوو پٽي آيا آهيون. هاٿي بڊاءِ ته ڪير بهتر آهي. چالاڪ ۽ چست هجڻ يا وڏو ۽ طاقتور هجڻ."

ڇيري اکيون کوليون ۽ چيائين" توهان کي ته پنهنجي سوالن جا جواب خود ملي ويا آهن."

"ڪيئن" بنهي مڪڙي آواز ۾ چيو.

"ڇيري پڇيو " نديءَ ۾ ڪير تريو"

" مان تريس" هاٿيءَ چيو.

" ميوو ڪنهن پٽيو."

" مون پٽيو" پولڙي چيو.

ته پوءِ توهان جي سوالن جو جواب اهو آهي ته طاقت ۽ چالاڪي ٻئي ضروري آهن. پولڙ جي چالاڪي کان سواءِ توهان ميوو حاصل نه ڪري سگهين ها، ۽ هاٿيءَ جي طاقت کان سواءِ تون ندي پار نه ڪري سگهين ها. جدا جدا جانور ۾ جدا جدا خاصيتون هونديون آهن، پر جيڪڏ

هي ڳڻجي ڪم آڻجن ته انهن مان ڪيترائي فائدا حاصل ڪري سگھجن ٿا. يعني اتحاد ۾ ٻڌيءَ ۾ ئي ساهر ڪم آسان آهي.

پيارا ٻارو! اڇوته اڄ اسان به واعدو ڪريون ته آئنده اتحاد ۽ ٻڌي اختيار ڪندا سون.

# ظلم جو حساب

هڪ جهنگ ۾ هڪ رڇ ۽ هڪ چيتو گڏ رهندا هئا. هڪ ڏينهن ٻئي گھمي رهيا هئا ته رڇ ڏٺو ته هڪ وڻ تي جهرڪين جو هڪ ننڍو آکيرو ٺهيل هو. رڇ کي شرارت ڪرڻ جو خيال آيو، سو چيتي کي چيائين: " ڏس ته هاڻي مان ٻچن جو ڪهڙو نه حال ڪريان." چيتي رڇ کي گھڻو ئي سمجهايو پر رڇ چيو ته "اڄ آءٌ هنن جي چڱي طرح خبر وٺندس."

رڇ وڻ تي چڙهي پنهنجي ٻانهن جهرڪين جي آکيري وٽ رکي. ويچارا جهرڪين جا ٻچا اچي هيٺ پٽ تي ڪري پيا ۽ چين چين ڪرڻ لڳا. رڇ لهي ۽ هليو ويو. رڇ کي چيتي چيو: " تو هي ڪم ڪري وڏو گناه ڪيو آهي، پاڻ کي هن جهنگ ۾ رهڻو آهي

ان ڪري سيني سان مين محبت سان هلڻ گهرجي.
تنهن تي رڇ چيو "هون ! مي جهرڪيون سون ڪي ڇا ڪنديون؟ سون کي ڪو هنن مان ڊپ آهي ڇا؟"

چيتي ڇي سمجهائڻ هوندي به هو امڙيون حرڪتون ڪندو رهندو هو. ڇنهنڪري جهنگ جا جانور ۽ پکي رڇ جا دشمن ٿي پيا. پکين هڪ رٿ رٿي، ان موجب جيڏانهن به رڇ ويندو هو، اوڏانهن هن جي مٿان پيا اڏامندا هئا ۽ رڙيون ڪندا هئا ته جيئن جهنگ جي بين پکين کي خبر پوي ته رڇ هينئر ڪهڙي جاءِ تي آهي، جيئن بيا پکي ان کان بچي سگهن.

هڪ ڏينهن ڪي شڪاري جهنگ ۾ بندوقون کڻي آيا ۽ اچڻ شرط انهن ڏٺو ته هڪ جاءِ تي پکي اڏامي رهيا آهن. شڪاري سڌا ان جاءِ تي ويا، جتي پکي اڏامي رهيا هئا. شڪارين ڏٺو ته هڪ رڇ آهي جو لڪيو ويٺو آهي. شڪارين نشانو ٻڌي رڇ کي جو بندوق هنئي ته رڇ اتي جو اتي مري ويو. ٻئي مند چيتو به لڪيو ويٺو هو پر پکين کي ان سان دشمني ڪانه هئي، ان ڪري هو انهيءَ وقت ئي اڏامي ويا ۽ شڪارين کي چيتي جي

لعڻ جي جاءِ معلوم ٿي نہ سگهي ۽ هو بلڪل محفوظ رهيو ۽ ان کان پوءِ ڪوبہ رڇ ڪنهن معصوم ٻڪريءَ کي نہ ڏڪوئيندو هو.

ڏٺو بارو جيتوڻيڪ رڇ ٻڪرين کان وڌيڪ طاقتور هو پر ظلم جو حساب ضرور ڏيڻو پوندو آهي ۽ ان ڪري ئي نہ چوندا آهن تہ پاڻ کان ميٺن تي ظلم نہ ڪجي ڇو جو جيڪڏهن ميٺو بہ ظلم سهي سهي نيٺ مڪ ڏينهن طاقتور ٿيندو ۽ ظلم جو حساب وٺندو.

# وطن جي مٽي

گهڻو وقت اڳ جي ڳالهہ آهي تہ ڪنهن ملڪ تي مڪ بادشاهہ حڪومت ڪندو هو. مڪ ڀيري ان ملڪ جي پاڙيسري ملڪ مان ڪي خاص ماڻهو ان ملڪ ڏانهن گهمڻ آيا.

بادشاهہ سندن ڏاڍو آدرڀاءُ ڪيو ۽ ڪين پنهنجو ملڪ گهمايائين. مهينو رهڻ کان پوءِ انهن بادشاهہ کان موڪلايو. بادشاهہ کين موتي، هيرا، جواهر ۽ ٻيون قيمتي شيون سوکڙي طور ڏنيون

شيون سوکڙيءَ طور ڏنيون ۽ ساڻن گڏ ٻه وزير بندرگاهه تي ڇڏڻ لاءِ ڏنا. جڏهن اهي ماڻهو وزيرن سان گڏ بندرگاهه تي پهتا ته وزيرن کين عرض ڪيو ته ”سائين پنهنجا بوٽ لاهيو ته ڇنڊي صاف ڪري ڏيون“. مهمان ملڪ جي ماڻهن حيرت مان پڇيو ”ڇو؟“ تنهن تي وزيرن وراڻيو ته ”سائين جيڪڏهن توهان چئو ته اسان توهان کي ٻيون به قيمتي سوکڙيون ڏيئي ٿا سگهون پر اسان پنهنجي وطن جي مٽي هرگز نه ڏيندا سون!“
تنهن تي مهمانن بوٽ لاهي ڏنو ۽ پاڻ پنهنجي ملڪ روانا ٿيا.

ڏنو دوستو ڪيئن نه وزيرن کي پنهنجي ملڪ سان پيار هو ۽ هو پنهنجي وطن جي مٽي ٻئي کي ڏيڻ نه پيا چاهن. اچو ته اسان به پنهنجي وطن جي مٽيءَ جي حفاظت ڪرڻ جو وعدو ڪريون

# عقلمند ڇوڪرو

هڪ بادشاهه کي آکاڻيون ٻڌڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو. هو اهڙيون آکاڻيون ٻڌڻ پسند ڪندو هو جيڪي ڪڏهن به ختم نه ٿين. پر جيڪڏهن ڪوئي ڪهاڻي ڪندو ختم ڪندو هو ته بادشاهه ان کي بي گناهه مارائي ڇڏيندو هو.

هڪڙي ڏينهن هڪ ننڍو ڇوڪرو دربار ۾ آيو ۽ ڪهاڻي ٻڌائڻ جي خواهش جو اظهار ڪيو. بادشاهه کيس گهڻو ئي سمجهايو ليڪن هو باز نه آيو. تنهن تي بادشاهه چيو، "ٺيڪ آ ڪهاڻي شروع ڪر."

ڇوڪري چيو، "گهڻي زماني جي ڳالهه آهي ته هڪ شهر ۾ واپاري رهندا هئا جيڪي ڪپڙو وڪڻندا هئا. هڪڙي ڀيري جڏهن ڇيت ۾ ڪڻڪ جا لابارا پيا ته هنن سوچيو ته اسين به ڪڻڪ خريد ڪنداسون ۽ پوءِ جڏهن اگهه وڌندو ته وڪڻنداسون.

اهو خيال ڪري هنن لکن روپين جي ڪڻڪ ورتي ۽ هڪ وڏي گدام ۾ رکي ڇڏي. اتفاق سان ان گدام ۾ هڪ سوراخ رهجي ويو، سوراخ

ب ايترو ھو جو ھن مان ھڪ جھرڪي ان ۾ آسانيءَ سان وڃي پئي سگھي. بس سائين پوءِ ڇا ٻڌ ايان ٿيو ائين جو اھا جھرڪي اچي ھري ۽ روزانو سوراخ مان وينديءَ ھئي ۽ ھڪ داڻو ڪڻي اڏامي ويندي ھئي ۽ پوءِ وري اينديءَ ھئي ۽ داڻو ڪڻي اڏامي ويندي ھئي ۽ پوءِ وري ......... پوءِ ڇا ٿيو بادشاھ بيزار ٿيندي چيو.

ڇوڪري چيو سائين اجا ڪٽڪ جا داڻا پورا ٿيا جڏھن پورا ٿيندا ته پوءِ وڌيڪ ٻڌائيندو سانوَ.

بادشاھ اھو جواب ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ان کي وڏا وڏا انعام ڏنائين.

# ڪنجوس

ڪنهن شهر ۾ هڪ وڏو شاهوڪار پر ڪنجوس شخص رهندو هو. ان وٽ تمام گهڻي دولت هئي، جا سون جي شڪل ۾ هئي جنهن کي هن هڪڙي ڪپڙي جي ٿيلهي ۾ لڪائي رکي ڇڏيو هو.

هڪ ڏينهن ان ڪنجوس کي خيال آيو ته سون چوري ٿي نه وڃي، ان ڪري ان کي ڪٿي لڪائڻ گهرجي. ان زماني ۾ بئنڪون وغيره ته ڪونه هيون جو ڪنجوس شخص اتي پنهنجو سون جمع ڪرائي ها. ڏاڍي سوچ ويچار ڪان پوءِ هن جي دماغ ۾ هڪ ترڪيب آئي. جڏهن شام ٿي ته ڪنجوس شخص ٿيلهي ڪپڙن ۾ لڪائي پر واري جهنگ ڏانهن ويو. جهنگ ۾ هڪ اوائلي ننڍل قتل جهو پڙيءِ جي ويجهو هڪ وڻ هيٺان کڏ کوٽي، ان ۾ سون سان پريل ٿيلهي لڪائي گهر موٽي آيو. پوءِ هو روزانو اتي وڃي ڏسندو هو ته سون کڏ ۾ موجود آهي يا نه. جنهن جهو پڙيءَ جي ويجهو هن جو سون لڪايل هو، ان جهو پڙيءَ ۾ هڪ غريب زال مڙس رهندا

مڇي مارڻ جي ماڻهوءَ لاءِ به ڪجهه نه هوندو هو. ڏينهن جا ڏينهن بک جي حالت ۾ هوندا هئا. هڪ ڏينهن انهن ان وڻ هيٺان تازي مٽي ڏٺي ته هنن ٻنهي ڄڻن کي ان کي کوٽيو، جڏهن هڪ ٿيلهي نظر آئي ته انهن کولي ڏٺو ته ان ۾ سون پيل آهي.

هنن ان ٿيلهي مان سمورو سون ڪڍي ۽ ان جي جاءِ تي اها ٿيلهي پٿرن سان ڀري ڇڏي. زال مڙس ڏاڍا خوش ٿيا ته گهر ويٺي ايتري دولت ملي وئي. صبح ٿيو ته هو ڪنهن ٻئي شهر هليا ويا جتي هنن اهو سون وڪڻي ڌنڌو شروع ڪيو ۽ ڏاڍي ٺاٺ سان زندگي گذارڻ لڳا.

هو ڏانهن ڪنجوس دستور موجب جڏهن شام جو اتي آيو ۽ زمين کوٽي ٿيلهي ڪڍي ڏٺائين ته ان ۾ پٿر ڀريا پيا آهن ۽ پوءِ اتي ئي روئڻ لڳو ايتري ۾ هڪ مسافر اچي اتان لنگهيو. ڪنجوس کي روئندي ڏٺائين ته ڪنجوس کان روئڻ جو سبب پڇيائين. تنهن تي ڪنجوس مسافر کي سڄي حقيقت بيان ڪري ٻڌائي. پوءِ مسافر ان ڪنجوس کي چيو ”ڇو. ڪر اها تنهنجي سزا هئي. تون پنهنجون ضرورتون ٽاري سون جمع ڪيو ۽ ان کي اجائي

مَن وٽ ميٺان پوري پوري جنھن جي ڪري خدا توکان ناراض ٿيو ۽ توکي اها سزا ڏنائين.“

پيارا ٻارو توهان هرگز ائين ٻنهجون ضرورتون تاري پئسو جمع ڪرڻ ۾ نه لڳو، ائين ڪرڻ سان خداوند ڪريم ناراض ٿيندو آهي.

# ماهتا

عيد جو ڏينهن هو. هر طرف خوشي هئي. آئون به عيد نماز پڙهي، سيني سان عيد ملي خرچيون وغيره ڇڏائي، اوڙي پاڙي ۾ سيون ورهائڻ لڳس. ٻه ڏمن پنهنجي دوست اسلم جي گهر سيون جي پليٽ ڪٽي ويس، ته ڇا ڏٺم ته اسلم کٽ تي ستو پيو هو ۽ سندس ماءُ سيراندي کان ويٺي گوڙها ڳاڙيا، اهو منظر ڏسي منهنجي هٿ، مان پليٽ ڇڏائجي وئي. دل جهلي اسلم جي ويجهو ويس ته هو بيهوش پيو هو. منهنجي اکين ۾ پاڻي تري آيو. لڙڪن ڀريل اکيون سندس ماءُ ڏانهن کيم.
ٻٽ سلم جي حالت ماهر خراب آهي، سندس

ماءُ آسرو لاهيندي چيو.

" ڊاڪٽر ڪي ڏيکاريو آهي" چيومانس.

ڊاڪٽر ......" اڄ عيد جو ڏينهن آهي ۽ اسپتال بند آهي".

اهو ٻڌي آءٌ يڪدم ڊاڪٽر ڏانهن ويس، گهٽائي دوست رستي تي عيد مبارڪ چوڻ لڳا، پر مون ڪنهن جو به جواب نه ڏنو.

شهر جي هر هڪ ڊاڪٽر ڏانهن ويس هر ڪو پنهنجي فرض کي وساري عيد جي رسمن ۾ پورو هو. ڪير به مون سان اچڻ لاءِ تيار نه ٿيو. وري به دل کي آٿت ڏيڻ لاءِ خيراتي اسپتال ويس ته اتان به مايوس موٽڻو پيو.

ان وقت مون سوچيو " ڪاش، مان ڊاڪٽر هجان ها ۽ پنهنجي دوست اسلم جو علاج ڪريان ها. پر من وقت ته منهنجي عمر ننڍي آهي. اهو صرف هڪ اٽل ارادو هو".

مايوسيءَ جي حالت ۾ اسلم جي گهر وٽ اچي عجيب سوچن ۾ گم ٿي ويس. اندر ئي مس ويس ته پيا ڏنم هڪ ترندڙ گل ڪومائجي ويو. اسلم اسان کان تمام گهڻو پري هليو ويو. سندس

ماءُ دل ڏاريندڙ داهون ڪري رهي هئي ۽ چئي رهي هئي.

" تون ماءُ جي ٻڪرائي ڪيڏانهن ويو آهين، تون مون کي ڇڏي ڪيڏانهن هليو ويو آهين...؟ اڙي منهنجا ٻچا تون ڇو نٿو اٿين؟ ائين ٿي چوندي وئي ۽ هوءَ ٻه ڇڙي ٿي پئي.

مون دل ئي دل ۾ اهو فيصلو ڪيو ته " آئون ڊاڪٽر ٿيندس" ۽ غريبن جو مفت علاج ڪندس ۽ پوءِ ڪو ٻه اسلم پنهنجي ماءُ کان جدا نه ٿيندو ۽ ڪا ٻه اسلم جي ماءُ ڇري نه ٿيندي مان ڊاڪٽريءَ کي دولت نه پر فرض سمجهي ڪندس."

# مڇر ڏانھن خط

خدمت ۾ جناب پيارا مڇر

السلام عليڪم

عرض ته مان دلي طور تي شرمندو آهيان جو مان تنھنجي خاندان جاست جوان مڇر ماريا ويا آهن. ان ڪان اڳ جو تنھنجي قبيلي جا ٻيا مڇر مون کي چڪ هڻي بيمار ڪن مان پنھنجي صفائي ۾ ڪجھ چوندس. ان رات مان امتحان جي تياري ڪرڻ لاءِ هڪ ڪتاب پڙهي رهيو هوس ته تنھنجو هڪ پٽ آيو ۽ بنان ڪنهن تعارف جي بي تڪلف تي نڪ ۾ گهرڻ لڳو. مون هن کي مٺاجي اشاري سان منع ڪئي ۽ چيو ته "هي تنھنجو گهر نه پر منھنجو نڪ آهي." پر هو نه مڙيو ۽ مون کيس ڪاوڙ مان چماٽ هڻي ۽ هو

ڪري پيو. ٻن ڪلاڪن کان پوءِ جڏهن هوش ۾ آيس ته پڪ ٿي ته هي پهتو آ پرين ڪي اهڙيءَ طرح سان هڪ ٻيو مڇر آيو. منهنجي مٿان يون .... يون ڪرڻ لڳو. مون اول مڇر کي ڏٺو ۽ پوءِ ٻيهر پڙهڻ لڳس. مڇر زور سان ڳائڻ لڳو. "مور ٿو تلي راڻا، مور ٿو تلي"

مون مڇر کي چيو: "بابلا هتان ٿري وڃ، مون کي پڙهڻ ڏي." پر سائين مڇر منع ڪرڻ تي به نه مڙيو مون ڪيس اشاري سان پاڻ ڏانهن سڏي ڪن کان ونڌي مهت ڏني ته سندس دم پرواز ڪري ويو.

ان کان پوءِ ٻن مڇرن منهنجي پيرن ۾ اچي چڪ وڌا. چڪ هڻڻ کان پوءِ ڳائي به رهيا هئا: "مون کي جو ٻچي مٺي ڏي تون ڀارو الا اچ رت مليو آ پلا رو." مان نهايت ڪاوڙ ۾ اچي ڪين پيرن سان چيپاٽي ڇڏيو ۽ مونالائق قتڪي قتڪي مري ويا.

وري ٻن مڇرن مون کي ڪن جي پاپڙين ۾ چڪ هنيا انهن کي به مون تباهه و برباد ڪري ڇڏيو.

چاچا مير! مان بلڪل بي قصور آهيان. تنهنجي ڪٽنب مون کي تنگ ڪري ڇڏيو سو ان ڪري مان ائڪشن ڪنيو هو. مون کي اها به خبر آهي ته ڪيترا ڀيرا اوهان تي اختياري وارن ڊي - ڊي - ٽي D.D.T. پائوڊر جو ڦوهارو ڪيو آهي ۽ اوهان تي هزارين ڀيرا حملا ڪيا ويا آهن، اوهان تي سوين ڀيرا گئس جو استعمال ٿيو آهي، پر توهان انهن سڀني جو جوان مردي ۽ سان مقابلو ڪيو آهي.

چاچا سائين! مون سان ڪمڙو وير اٿو جو پڙهڻ وقت ڪتڪ تي حملو ٿا ڪريو ۽ پنهنجا پاڪيءَ جهڙا ٽڪا پير چمڙي سان گسايو ٿا. چاچا مير! مون کي يقين آهي ته توهان مون کي معاف ڪندا جيو جو معاف ڪرڻ مڪ سنو گڻ آهي ۽ مون سان صلح ڪري مون کي پڙهڻ جي اجازت ڏيندا. ۽ پنهنجي مڇرن جي فرج کي واپس وڃڻ جو حڪم صادر ڪندا. پنهنجن ستن نوجوان شهيد مڇرن جي لاشن کي مون وٽ رهڻ ڏيو. هتن جي ماتمي جلوس ڪڍڻ جي ضرورت نه آهي، جيو نه ٻين مڇرن ۾ گڙبڙ پيدا ٿيڻ جو انديشو

آمي. مان واعدو ڪريان ٿو ته انهن سٽن نوجوان شهيد مجرن کي وڏي شان وشوڪت سان ماچيس جي ڪوڪي ۾ دفن ڪندس ۽ ڪين ايڪويهن (21) تيلين جي سلامي پڻ ڏيندس

ها چاچا! هڪ نماڻو عرض: ته مَن ڪان پوءِ اوهان مون سان سٺو هلندا ۽ منهنجي جسم تي نظر نه رکندا ۽ خاص طور تي جڏهن مان پڙهندو هجان نه تنهنجا مجرمون کي راڳ پيروي نه بڌائيي.

والسلام
فقط اوهان جو ڀائٽيو
محبوب علي (اي) بلوچ

ملڻ جو هنڌ

منظور بوڪ اسٽور

شڪارپور

# کھاڻين جا ننڍا ڪتاب

جادوءَ جي منڊي

ڪاٺ جي عورت

مزدور شهزادو

بت تراش شهزادو

ڏائڻ شهزادي

ڏاهو ٻالڪ

مغرور شهزادي

بلخ جو پوڙهو

نيڪ دل شهزادي

وتايو فقير

مڪار ٻلي

عقلمند مهاڻو

ظلم جو زنجير

گل گلاب پري

گل صنوبر

سوداگر ۽ سندس پاڳ

حورن جي هنج ۾

ٽهڪن جي دنيا

ڏاڏا سائين آءٌ به روزو رکنديس

ٽهڪ ئي ٽهڪ

فيصلو

●●●●●●



پروپرائيٽر: وقار احمد
منظور بوڪ اسٽور شڪارپور سنڌ.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سِيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٺين، جيڪي بہ ڪٺين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)